
تنهن هوندي به...!
هريش ڪرمچنداڻي



## هريش ڪرمچنداڻي

جوڌپور (راجستان) ۾ جنم

ايم.اي. (پوليٽيڪل سائنس ۽ هندي)، پترڪارتا ۾ پوسٽ-گريجوئيشن ڊپلوما

آڪاشواڻي ۽ دوردرشن ۾ پروگرامنگ، پلاننگ، پروڊڪشن ۽ سمپادن

سنڌي ۽ هنديءَ جي مختلف صنفن ۾ رچنا - سرجن

راجستاني، اُڙيا، مراٺي، هندي ۽ انگريزيءَ ۾ ڪويتائن جا ترجما

سنڌي ڪهاڻين جا هنديءَ ۾ ترجما

مخصوص هندي ڪويتا سنگرهن ۾ ڪويتائن جي نمائندگيءَ واري شموليت

راجستان ۽ ڪوٽا يونيورسٽين ۾ جَن - سنچار ۽ پترڪارتا جو اَڌياپن

راجستان سنڌي اڪاڊميءَ ۾ ٻه دفعا ميمبر نامزد

هنديءَ ۾ شعرن جا مجموعا **'پتا بولي ٿي'** ۽ **'سميه ڪئسا ڀي هو'**

سنڌيءَ ۾ ڪويتا سنگره **'تنهن هوندي ٻه'**

هن وقت دور - درشن ڪيندر، جئپور ۾ اسسٽنٽ اسٽيشن ڊائريڪٽر

9/913، مالويه نگر، جئپور - 302017

فون: 0141 - 2553259

زندگي اهڙو سفر آهي، جنهنجو هر پڙاءُ ٻئي هر پڙاءَ کان جدا آهي. ننڍڙي ٻار جي مانسڪتا کيئن دنياداري، سڌانت، فلصوف، سچ ۽ ڪوڙ جون منزلون لتاڙيندي آئينده جي واڳ نئين ٽهيءَ کي سونپي زندگيءَ جي وهڪري کي مسلسل ٿي بڻائي، هريش ڪرمچنداڻيءَ جي ڪويتائن جو مجموعو 'تنهن هوندي ٻه...' اِهو سڀ عيان ٿو ڪري.

هريش ڪرمچنداڻي اُنهن حساس ڪوين مان هڪ آهي، جنهن جو جنم سنڌ جي ڌرتيءَ تي نه ٿيو، تنهن هوندي ٻه سنڌ ۽ سنڌيت جو هڳاءُ سندس ڪويتا جي انتر ڌارا آهي. هريش جي ڪويتا اِن ڳالهه جو ثبوت آهي ته سنڌ پنهنجي پنهنجي ڍنگ سان هر ٽهيءَ جي سنڌيءَ ۾ زنده آهي.

سماج جي جوڙجڪ جي سطح تي وٿيون ۽ غير-برابري، زندگيءَ جون وِڊمبنائون، ڪروُرتائون هن مجموعي جا مرڪزي سُر آهن. ڪويتائون سچ کي ٻِري ڏيکاري، اکين ۾ آڱريون وجهي، دوکي ۽ دولاب کي ٻُنجو ڏيڻ جون ڪوششون ٿيون ڪن. الڳ سوچ، الڳ زمين ۽ بيان ڪرڻ جو الڳ لهجو ڪويتائن کي پنهنجي دؤر جون مخصوص ڪويتائون بڻائي سگهيا آهن.

ان معنيٰ ۾ ڪوڙين - مٺين حقيقتن کي ڪويتا جي ڀاشا ۾ پڙهڻ ڪانپوءِ پاٺڪ جي سامهون ٻڌندڙ نه، بلڪ اُڀرندڙ سِڄُ آهي. ڳُجهارتون ڀلي نراشا جون هُجن، پر آشا جي مظبوط ڏور هُن جي هٿ ۾ رهي ٿي.

هريش ڪرمچنداڻيءَ جي ڪويتا پنهنجي وقت سان گڏ هلي ٿي ۽ نه فقط دل کي ڇُهي ٿي، پر دماغ کي سوچڻ لاءِ مجبور به ڪري ٿي.

# تَنهن هوُندي بِہ

هريش ڪرمچنداڻي



ڪَوِتائون



## TANHAN HUNDE BI......

Poems :

**Harish Karamchandani**
9/913, Malviya Nagar
Jaipur-302017 Ph. : 0141-2553259



**First Edition : 2004**
**Price : Rs. 100/-**



**SUHINI PUBLICATION,**
182, Sindhi Colony, Bani Park,
Jaipur-302016 Ph. : 0141-2282030

Cover Design : **Sunder Agnani**
Cover Photography : **G. R. Asnani**
Sketch & Calligraphy : **Vasudev 'Sindhu-Bharti'**
Cooperation : **Bhagwan Atalani**
**Lachman Bhambhani**

DTP Typesetting by :
**ABC Creations,** 142, Sindhi Colony,
Bani Park, Jaipur-302016
Printed by :
**Mahesh Printers & Publishers,** Jaipur Ph. : 0141-3107094

---

**Printed with partial financial assistance of Rajasthan Sindhi Academy, Jaipur.**

دُنيا کي
بهتر بنائڻ جي
خواهش رکندڙ
هر شخص لاءِ.

- هہ.ک.

تنهنجا چنبا ڏسي
خوف کائين ٿا ٻرا ماڻهو

تنهنجو قد - ٻت ڏسي
خوش ٿين ٿا سُنا ماڻهو

اِهو ئي ٻُڌڻ چاهيان ٿو مان
پنهنجي ڪوتا جي باري ۾.

(مدان ڪوي ۽ ناٽڪ ڪار بيٽرولٽ بريشٽ جي ڪوتا
'ڪ چيني ٿينهن جي نقاشيءَ کي ڏسي ڪري'.)

اَڄا رُڃ مان رڙِ اچي ٿي اچي ٿي
مٿان اِئين سمجهين، مُئا مور سارا.
- شيخ اَياز

# پڙاڏي جي انتظار ۾....

ڳهڻن جو ائين وشواس آهي تہ زندگي جيئڻ لاءِ ڪو سپنو ضروري آهي. يعني جيئڻ بيحد ڏکيو ڪرم آهي ۽ ڏکيائيءَ جو احساس ڳهٽائڻ لاءِ ڪي رنگين چشما ڳهربل آهن. هريش ڪرمچندائيءَ جي ڪوِتائن جو مجموعو ''تنهن هوندي بہ...'' پڙهي مونکي اِئين لڳو تہ هريش جو سپني واري اُصول ۾ ڀرپور عقيدو آهي. هن مجموعي ۾ اڪثريت اهڙين ڪوتائن جي آهي جنهن اِنجي تائيد ٿئي ٿي:

آس جو طلسم، اهڙو هو سپنو، سپنن جوسفر جاري آهي، سپنا، اَبوجهہ، وغيره -

جڏهن ڪنهن هڪ ئي وشيہ کي ڪٽي ڪو ڪوي اڳيان وڌندو آهي تہ هنکي ٻن خطرن سان مقابل ٿيڻو پوندو آهي: هڪڙو تہ هو اُن وشيہ جي چادر، اڃا بہ خوشرنگ چادر هيٺان هليو ويندو آهي ۽ ٻين سچاين کان اڻ واقف رهجي ويندو آهي؛ ٻيو خطرو دهراءَ جو هوندو آهي. مونکي شُڪد احساس ٿيو تہ هريش ٻنهي خطرن کي گهٽي حد تائين مات ڏني آهي. هو ٻاهرين دنيا ڏانهن بہ سجاڳ رهيو آهي (هُن ٻين وشين تي بہ ڪامياب ڪوتائون ڏنيون آهن) ۽ پنهنجي پياري موضوع جي نِباهہ ۾ علحدگي بہ قايم ڪري سگهيو آهي:

ڪٿي سپني کي 'ڀرم' مڃي، (آس جو طلسم)،
ڪٿي اُنکي ساڀيا ڪرڻ جو حوصلو ڏيکاري
(سپنن جو سفر جاري آهي)، ڪٿي زندگيءَ
جي هم معنيٰ طور ڪٿي (سپنا)، ڪٿي ساڀيا
ٿيل سپنن جي بدزيبائي ڏيکاري (هو نوجوان)،
وغيره.

پر ڪنهن نہ ڪوتا جي شڪتي اُنجي موضوع ۾ نہ، بلڪ اُنجي پيش ڪش ۾ هوندي آهي. ڪويءَ پيدا ڪيل جسم ۾ ڌڪ ڌڪ ڪندڙ زندگي قوتڪي آهي يا نہ، ڪوتا جي ڪوتاپڻي جي آزمائش (test) اِهائي آهي.

هريش ڪوتاپڻي جي اِن حقيقت کان باخبر آهي. مثال طور 'آس جو طلسم' ڪوتا ۾ سنن ڏينهن جي اچڻ جي آس، پر اهو پڇڻ تي تہ روشنيءَ جو ننڍڙو ترورو سچي حياتيءَ کي روشن ڪيئن ڪندو، ڪلي ڏيڻ ءَ

هنجي ڪل ۾ لڪل هو
هنجي آس جو طلسم

ڇاڪي 'آس' اُميد آهي، سپنو آهي، طلسم صرف ڀرم آهي، مرگ ترشنا آهي ءِ ڪل سچائيءَ جي سُچيتائي آهي. يعني اِن حقيقت جي پوري ڄاڻ هوندي بہ تہ چوطرف اونده آهي، روشني صرف وهم آهي تہ بہ ڪا مجبوري آهي جنهن تحت آس پالڻ ضروري آهي. اِئين هريش اِظهار ۾، لفظن کي سندن محدود معنائن کان ٻاهر ڪڍي، اُنهن کان سندن قد کان وڏو ڪم وني ٿو.

اظهار جي شڪتيءَ جو هڪ ٻيو مثال 'سپنن جو سفر جاري آ' ۾ بہ ڏسي سگهجي ٿو جڏهن ڪوي پگهر کي 'پوتر جل' سڏي ٿو. 'پوتر' لفظ پاڪيزگيءَ سان گڏ ترپتيءَ جو احساس بہ ڏيندو آهي، ترپتي جسماني / روحاني صحت ڏيندي آهي، صحت سک ڏيندي آهي ءِ جل تہ حياتي آهي: چوڻ ۾ وڏاءُ ڪونهي، حياتيءَ سان ڇا نٿو ٿيئي سگهجي - سڀ ڪجهہ.

هريش صرف سپنن جي دنيا ۾ نٿو رهي. هو 'دنيا' سان بہ وابستہ آهي. انڪري هو 'ٻار وڏو ٿي رهيو آ' ءِ 'وڏو يا ننڍو' ڪوتائون بہ لکي ٿو وني. (مان جيڪر چاهيان تہ ساڳي ڳالهہ ٻن ڪوتائن ۾ ڪرڻ بجاءِ هريش هڪ ئي ڪوتا 'وڏو يا ننڍو' لکي ها تہ بهتر ٿئي ها). اِنهن ڪوتائن ۾ ٻار جو وڏو ٿيڻ هنجو دنوي وهنوار ۾ پڙ هڻڻ جي ڳالهہ ڪيل آهي. هڪ اڻ چيل تضاد اُن ڪوتا جي طاقت بڻجي پيو آهي: 'وڏو' ٿيڻ حقيقت ۾ شخص جو 'ننڍو' ٿيڻ آهي. اهڙي ئي نموني

'ڊينگ' ۽ 'سميڪرڻ' ڪوتائون نمبروار ٻئي جي ڪُلهي تي چڙهي اوچائي حاصل ڪرڻ ۾ سمجهوتاوادي رخ واري زندگي جهڙين عام فهم ڪوڙاين ڏانهن اشارو ڪن ٿيون.
ساڳيءَ طرح، سماجڪ مسئلن سان دوبدو هريش جو ڪوي بہ اظهار جي مهارت ڏيکاري وڃي ٿو:

چوڌاري ڦهليل آهي انڌيرو
ڪجهہ بہ نٿو اچي نظر
رڙيون واڪا، رودن گوڙ،
(اوندهہ جو آواز)

اِنهن اوندهہ کي گهٽيئي اَرٿ ڏنل آهن: اوندهہ معنيٰ رڙيون- ڦرلٽ، ظلم جو ماحول؛ اوندهہ معنيٰ واڪا - مدد لاءِ پُڪارون، دانهون؛ اوندهہ معنيٰ رودن - ڏک، پيڙا؛ اوندهہ معنيٰ گوڙ - بدانتظامي، آوازدٻائڻ جي ڪوشش. اهڙي ئي نموني 'بہ ٻار' سماجڪ تفاوت ۽ 'ايجاد' پيگوان جي ضرورت ڏانهن سهل اشارو ڪن ٿيون.
اِئين تہ تضاد (Contradiction) پنهنجو پاڻ ۾ اظهار جي حد ڪم آندل ٽيڪنڪ آهي. ڪنهن زماني ۾ غزل بيتن ئي تضاد تي هوندو هو - صبح - شام، اوندهہ - روشني، ساحل - طوفان، رهبر - رهزن وغيره عام تضادي جوڙڪا هوندا هئا. وقت سان، انهن پنهنجو ڪرشمو وڃائي ڇڏيو. پر اڄ بہ جيڪڏهن ڪي تخليقي مرڪب سامهون اچن ٿا تہ متاثر ڪن ٿا. هريش جون ڪي ڪوتائون اِن ٽيڪنڪ جو اُپيوگ اثرڪارڪ انداز سان ڪن ٿيون، جئن ڪوتا 'سنتوش':

مان ٺهڪ ڏيئي کلڻ ٿو چاهيان
پنهنجي اسنتوش سان گڏ.

انهن 'ٺهڪ - اسنتوش' جداگانہ تضادي جوڙڪو آهي: ٺهڪ، خوشيءَ جو احساس ٿو ڏئي، اسنتوش، کوٽ جو احساس ٿو ڪرائي.
۽ 'سنڌي' ڪوتا ۾:

سڀ ڪجهہ آهي
پر ڪجهہ نہ آهي.

سڀ ڪجهہ - ڪجهہ نہ مرڪب آهي؛ 'سڀ ڪجهہ' ۾ مادي ترقي ڏانهن اِشارو آهي ۽ 'ڪجهہ نہ' ۾ تهذيب ۽ ٻوليءَ جي هراس ڏانهن.

هريش هندستان ۾ ڄاول آهي پر هُنجي سنڌ ۽ تڙپ هر سنڌيءَ جي ڦٽڪ آهي. جينوٽيڪ سنڌ سان واسطو رکندڙ ڪن ڪوتائن ۾ صداقت جي اوت اڄا باقي آهي پر ’هم وطني‘ بيحد ڇهي تي وڃي:

تنهنجو چهرو ٻه
نه ڏٺو آهي ڪڏهن مون
پر اهو پڪو اٿم ته جيڪر
اِها لڪير نه ڇڪجي ها
ته اڄُ اسين گڏ هجون ها

هڪ جهڙي ڍنگ سان
نه سوچيون ها بيشڪ
پر سدَ ڏکَ گڏ جيئون ها پڪ.

اڻ ڏٺل پاڙ سان شديد پنهنجائپ جي وزندار ست آهي ’پر سدَ ڏکَ گڏ جيئون ها پڪ‘.

هريش ڪرمچندانيءَ جون ڪوتائون پڙهندي هڪ خاطري ٿي آهي ته هو هڪ اهڙو آواز آهي جو جلد ئي پڙاڏو ٿيڻ جي صلاحيت رکي ٿو.

**- واسديو موهي**

# منهنجي ڪوتا - منهنجا سُپنا

مان مڃان ٿو تہ سرجڻ جو سڌو واسطو انسان سان، اُنجي زندگيءَ سان ٿيندو آهي - زندگي جا مختلف رنگ، سک - دک، خواهشون، اوڻايون ۽ سپنا وغيره ڪوتا جا وشيہ ٿي سگهن ٿا.

انسان جو قدرت سان گهرو لاڳاپو آهي. هو ڌرتيءَ تي پير ڌري هلي ٿو ۽ آسمان جا خواب ڏسي ٿو. قدرت ۽ اُنجي سُونهن بہ مختلف رُوپن ۾ ڪوتا ۾ سمايل هوندي آهي.

هر رچناڪار ۾ اهو سڀ ڏسڻ ۽ سمجهڻ جو پنهنجو - پنهنجو نظريو ٿيندو آهي. جيڪڏهن رچناڪار کي اها درشٽي نہ هجي تہ پڪ ٿي کيس ڪجهہ بہ چٽو نظر نہ ايندو - سڀ ڪجهہ مُنجهيل ۽ ڌُنڌلو نظر ايندو. مهان رُوسي ڪٿاڪار چيخوف چئي ٿو : ’هڪ نشچت فلسفي جي غير موجودگي، هڪ چيتن شيل جيون بدران ڊُکدائي خواب ۽ بوجهہ آهي. مان سمجهان ٿو تہ ان سان هرڪو شامل راءِ هوندو.‘

رچناڪار جو سُپنو پريم ۽ برابريءَ جي بُنياد تي بيٺل ’هڪ وسيع ۽ خوبصورت دنيا‘ ٿيندو آهي. هن دنيا ۾ تبديليءَ جي ڪامنا رچنا ڪار ڪري ٿو. اها ڪامنا سندس هرهڪ رچنا ۾، اڻڏٺي رُوپ ۾ هر وقت موجُود رهندي آهي. رچناڪار ان دنيا کي بدلائي سگهندو آهي، ان وهم ۾ هو ڪونہ ٿو جيئي. پر تبديلي ۽ بهتريءَ جو ماحول بنائڻ ۾ اهڙي ڪامنا جو ٿورو بہ اثر پوي تہ اها رچناڪار جي سارٿڪتا ليکبي.

سپنا مون لاءِ ڪڏهن بہ پناهہ گهر نہ رهيا آهن. منهنجي مڃتا آهي تہ سپنو زندگيءَ جي مشڪلاتن جي اوٽ وٺڻ نہ بلڪ بهتر دنيا ڏيکارڻ جو سگهارو وسيلو آهي. تتل واريءَ تي اُگهاڙن پيرن سان بيٺل شخص جي سپنن جون پاڙون پاتال تائين اُونهيون آهن، ۽ ان ڪري ئي اُنهن سپنن جو ساپيا ٿيڻ لازمي آهي.

شري گهنشيامداس ڪرمچنداڻيءَ جي شخصيت جي اثر سبب ئي مون ۾ ساهت لاءِ حُب ۽ سنڌيت لاءِ جذبو پيدا ٿيو. هُو منهنجا ’دادا‘ ئي نہ بلڪ دوست ۽ رهبر پڻ هئا. هُو سنڌ کي ياد ڪندي

ٻڌائيندا هئا تہ حشوُ ڪيولراماڻي، گوبند مالهي، ڪيرت ٻاٻاڻي، اي.جي. اُتم ۽ هرجس ڪرپالاڻي جهڙا ترقي پسند ۽ ذهني شخص هنن جا سنگتي هئا. ادبي ڪتابن ۽ رسالن سان سندن بيحد لڳاءُ هو. هو سرگرم سوتنترتا سيناني پڻ هئا. کين لکڻ پڙهڻ جو شونق هو. مان جڏهن 18 سالن جو هوس تہ سندن سات سدائين لاءِ ڇڏائجي ويو، پر اڃ بہ مونکي محسوس ٿيندو آهي تہ ٿي ڏهاڪا گذري وڃڻ کانپوءِ بہ هو مونسان ساڻ آهن.

منهنجي همسفر وينا ڪرمچنداڻي، ڌيءُ اپوُروا، پٽ انوُپم جو ڪتاب ڇپائڻ لاءِ لڳاتار دٻاءُ ٻڌيو رهيو. هن موقعي تي پنهنجي ماءُ ۽ سرڳواسي پيءُ کي بہ ياد ڪرڻ ضروري ٿو سمجهان.

هن ادبي سفر ۾ جن عالمن ، ٻانهن ٻيلين ۽ گهڻگهرين مونکي پنهنجو سحيوگ ڏنو آهي، تن جو مان تهدل شڪرگذار آهيان.

۽ آخر ۾ پنهنجيون

ڪوتائون توهان اڳيان رکڻ کان اول سنڌيءَ جي ٻن عظيم شاعرن جون ڪي سٽون پيش ڪرڻ جو موهہ نٿو ڇڏي سگهان:

ڪيڏو ٿي انڌڪار هجي پل نيڻن ۾ سو نوُر هجي
ڏُنڌلو ٿي پر ڏسبو.منظر، بيشڪ صاف نظر نہ اچي
(نارائڻ شيام)

جي تو پرک پهاڙ جي، پهچي ويندين پڪ،
جانئو تنهنجي جيءَ کي ڪندا جهولا، جهڪ،
لوچي لوچي لڪ، چڙهي ويندين چوٽيون.
(شيخ اياز)

- هريش ڪرماچنداڻي

# سلسلو

# آس جو طلسم

ايندا ضرور ايندا
سنا ڏينهن ضرور ايندا
هنُجي اِها آس رهي سدا
زنده ۽ قائم
تمام ڏکين ڏينهن ۾ به.

سوجهري جو ننڍڙو ترورو
سڄي حياتيءَ کي ڪري سگهي ٿو روشن؟
پڇيو مانس

هن کلي ڏنو
هن جي کل ۾ لڪل هو
هن جي آس جو طلسم.

# اهڙو هو سپنو

اُهو هڪ سپنو ئي تہ هو
جنهن ۾ پريل هئا اهڙا رنگ
سچ پچ جي هوندا تہ آهن
پر ڏسڻ ۾ ڪونہ ايندا آهن

سپني ۾ هڪ ندي هُئي
جنهن ۾ رڳو پري ئي نہ ڪندي هئي سنان
سپني ۾ هڪ ڪلپ ورک هو
من موافق ڦل رڳو اُنهن کي ئي تہ ملندا هئا
جن ٻڌي رکيا هئا ٻانهن ۾ تعويذ ۽ ڪارا سڳڙا

سپنن ۾ هڪ چنڊ هو
هن کي ڇُهي سگهجي پيو
اينري قدر جو مٿائنس رکي سگهجي ڪو ڪتاب.

سپني ۾ هڪ دور ديش هو
اينرو ويجهو جو دل جي ڌڪ ڌڪ اُنهيءَ مان
ٻڌڻ ايندي هئي

سپني ۾ هڪ عورت هئي
جنهن سان بنا جوڙي بہ ڪو رشتو
ڪلي ڳالهائي سگهجي پيو

سپني ۾ مان هئس
پنهنجي پوري وجود سان گڏ
پر ڪنهن بہ نظر نہ اچي رهيو هوس.

# سپنن جو سفر جاري آهي

سفر ڏاڍو لنبو آ
هلڻو آ اڃان ڪيترو دور
جهرڪيءَ جا پر آڪاش جي اُتاهين کي
ماپين ٿا
اها اُڏام همت ڏئي ٿي!

ها، آخر جهلي هلي پيو ٻار
پنهنجين وائڙين اکين سان دنيا ڏسندي
ستارن جي چانڊوڪيءَ جي آسري ڪونہ نڪتو هو
ٻاهر نڪرڻ
هن لاءِ سڄ مان روشني
نڪرڻ جهڙي ڪِريا هئي
ازخود ٿيندڙ

پڳهر نرڙ تان، تري ڳِل ڏُئندي
وهي رهيو هو پوري بدن تي
مون سمجهي ورتي پوترتا جي معنيٰ
ضرورت ڪانہ هئي هاڻ ڪنهن شبد ڪوش جي
مان چاهيان ٿو ٻار پنهنجو رستو پاڻ ڳولهي
چاهي تہ هو بہ اهوئي ٿو مگر ڊڄي ٿو
متان ٿڪجي پوان
پلي - بيشڪ ٿڪجي
پر ڊڄي نہ
ڊپ جا پاڇا ٿيندا ويندا آهن ڊگها
۽ اڪثر گذري ويندي آ عمر
اُنهيءَ جي اُجهندي ۾
منهنجي خواهش آهي
بلاشڪ ٿڪجي هو
اڇيس وري نرڙ تي پگهر

۽ اهو پوتر جل متائي ڇڏي ٻپ جا پاڇا
سدا سدا لاءِ

ماں سڏڪي رهيو آهيان
ورهيہ ٿيا جو ڏنو ڪونہ اٿم توکي
توں مونکان ايترو پري تہ ڪونہ آهين

پنهنجن پراون کان پري
ڪو بيت ٿيڻ جي اِڇا ڪونہ پالي مون
ڪڏهن
مگر ڏسندي ڏسندي الائي ڇو
ماں رهجي ويس اڪيلو
چوطرف منهنجي اُيري آيا آهن بيت
منهنجي وجود کي اڻ ڏٺو ڪندا
ماں جيسايل ۽ هارايل بہ شايد
خود قياس کان بچڻ لاءِ
ڏيڻ چاهيو هڪ ڊگهو تهڪ
پر محسوس ٿيم تہ ماں روئي رهيو آهيان

پنو ئي ڪونہ پيو
ڪڏهن ڇڏائي اها آڱر
پنڪي رهيہ آهيان تڏهن کان
گرم واريءَ تي ننگا پير
لڪائيندي پيرڙا پنهنجي

آڱر جهلي تو ٻار
منهنجو پٽ
ڪندي پنهنجي ياترا جي شروعات
اوندهہ ۾ بہ سندس پيرن جا نشان چمڪي رهيا آهن

مان نٿو چاهيان تہ هو ڏسي
منهنجين ’کين ۾ لُڙڪ
ڪو بہ پتا نہ چاهيندو
پنهنجي اولاد سامهون رُئڻ

ها، مان ڏسان پيو پاڻ ۾ پنهنجو پتا
منهنجو پُٽ ڏسي رهيو آ
مونکي شايد پاڻ ۾
سچ اهو آ تہ ڪو فرق نہ آهي اسان ۾
سُپنا مون ڏٺا
سُپنا هُن ڏٺا
سُپنا هيءُ بہ ڏسي ٿو

توهان جي چهري تي
اها طنز ڀري مُرڪ ڇو؟

سُپنا اسان ڏٺا
ساڀيا ٿيڻ جي انتظار ۾
ٽُٽي پيا هزيئي
پر اِهو تہ ڪو سبب ڪونهي
تہ نہ ڏٺا وڃن سُپنا

منهنجو پٽ ڏسندو سُپنا
اُنهن کي حقيقت ۾ تبديل ڪرڻ جا سُپنا
ها، هو ڙُڳو انتظار ئي نہ ڪندو.

# سُپنا

سپنا ڇُلُ نہ ٿيندا آهن
رات جي ڪاري بات ۾
جڏهن زندگيءَ جي ٿڪَ کي
پناهہ ڏيڻ لاءِ
هوندا آهيو توهين بيوس
اچن پرَن وارن
نيرن گهوڙن تي ٿي سوار
نہ ڄاڻ ڪٿان هليا ايندا آهن سپنا.

اِهي رکو آئت ڏيئڻ لاءِ ئي نہ
توهانکي وائڙو ڪرڻ لاءِ بہ اچن ٿا
زندگيءَ کي ڪندي ثابت.

# حياتي ۽ سپنا

سپنا سپنا ئي رهيا
ساپيا نہ تي سگهيا
ڏيري ڏيري سندن چمڪ غائب ٿي ويئي
۽ آخر ٿي ويا اُهي بي رنگي
پر اڪين نہ ڇڏيو پنهنجو ڪم
هير پئجي چُڪي هئن سُپنا ڏسڻ جي
رنگ نہ هجن تہ ڇا
آهن تہ نيٺ سُپنا
حقيقت ۾ تبديل ٿيڻ لاءِ ترسيل سُپنا

هوندا سُپنا تہ هوندي حياتي
بنا سُپنن جي ڇاجي حياتي؟

# اَپو جهُه

اسانجا سُپنا سڄ ڪڍَّعن تيندا
پُچن تا وڏا بار

ننڍڙا بار في الحال چُپ آهن
ايا حنن جا سُپنا ٽُٽا ڪونه آهن
هو ڏسي رهيا آهن سُپنا.

# ٻار وڏو ٿي رهيو آ

ڏيري ڏيري ٻار وڏو ٿي رهيو آهي
هو سکي رهيو ا دنياداري
دنياداري
يعني
ڪوڙ ڳالهائڻ
سچ لڪائڻ
۽ ناجائز فائدا وٺڻ

گهر ۾ فون اچڻ تي
پيءُ جي اِشاري تي جواب ڏئي ٿو
پاپا گهر ۾ ناهي
دير سان گهر ايندو
پڻس خوش ٿي ٽافي ڏئيس ٿو

ريل جي سفر ۾
ٽڪيٽ پڇڻ تي چئي ٿو
ابا تہ منهنجي عمر ڏهہ سال آهي
ٽڪيٽ اڌ لڳندي
ماءُ فخر وچان اها ڳالهہ پنهنجين ساهيڙين کي ٻڌائي ٿي

راند ڪندي بئٽنگ کان پوءِ
وارو فيلڊنگ جو اچڻ تي
ٿي پوندو اٿس پيٽ ۾ سور
چاچس 'اسمارٽ بواءِ' جو لقب عطا ڪريس ٿو

ٻار چالاڪ ٿي رهيو آهي
گهر جا وڏا خوش آهن
ٻار سمجهوُ آهي
سکي رهيو آ دنيا جا قاعدا
وٺي رهيو آ سمورا فائدا

اهي ننڍيون ننڍيون ڳالهيون سکندي ۽ ڪندي
هو ٿي ويندو هڪ ڏينهن ڪامياب شخص
هر ڳالهہ ۾ توريندو نفعو ۽ نقصان

وڻ جي ڇانوَ
جهرڪيءَ جي ٻولي
۽ گُل جي خوشبوءِ جو ڪو احساس ئي نہ رهندس

هڪ ڏينهن ڀڃندو آرسيءَ جي آڏو
۽ نہ سڃاڻي سگهندو پاڻ کي.

# ڪوڙو سَچُ

قيمت نہ هئي سچائيءَ جي
پر نہ ڇڏيائين سات سچ جو
۽ سچ ساڻ هئا دک درد اڪيچار
سو اُهي بہ سندس سنگي ساٿي ٿيا

هن ڀڏايو تہ
سک مون سان جي گڏ ڏسجن
تہ مڃي هلو مون ڪوڙ سان ڪري ورتي آ دوستي.

# ساٿ

سچ جي جيت
جي پڪ نہ هجي تہ بہ سچ جو ساٿ
ڏيڻو آ

نہ تہ
جنهن جي جيت ٿيڻي آ
اُن جو ساٿ ڏيڻ جو مطلب آ
ڏاڍائيءَ جو ساٿ ڏيڻ
ڀلي اهو سچ نہ پر ڪوڙ هجي.

# سَچ جي شڪتي

سچ سان دوستي
يعنيٖ ڪوُڙ سان دشمني

چوندا آهن سچ ۾ وڏي طاقت آهي
پر ڇا اهو سچ آهي؟
ڇا ڪوڙ ۾ طاقت گهٽ آهي؟

ڪجهه به هجي
دوستي تہ دوستي آهي
۽ اهو سچ آهي تہ ڪوڙو بہ نہ چاهيندو دوستي
ڪنهن ٻئي ڪوڙي جي
اها ئي تہ سچ جي حقيقي طاقت آهي.

# خال

ڪنڊا ڪونہ چڏيندا چُپڻ
پلي تہ ڪين ڳلي لڳايو.

ڪانڊا ساڙيندا ئي
بيشڪ پيار سان هٿڙا ڳهُمايون

آرِي چيرڻ ڪان نہ ڪيٻائيندي
پل تہ هجي صندل جو ڪاٺُ

پٿر پچيندو ئي مٿو
راند ڪيون پَل سمجهي بال

جنهنجي جهڙي آ فطرت
هلندو تهڙي ئي چلت

اهو سوچي جي ڪنڊا پاسيرو
تہ پوءِ ڪيئن اٽيندا زندگي يارو.

# ڳهٽ

ڪنهن ياتنا کان ڳهٽ نہ هو
چپچاپ ڏسڻ
ڪجهہ نہ ڪري سگهڻ
دکل سڏجي ڏوهہ
۽ توهان پنهنجي نشڪريتا سان شرمسار ٿيو
ماڻهو چون - ڇو ٿا پاليو اپراڌ ڀوڌ؟
اسين بہ تہ آهيون اُداسين
ڇڏي ڏيو وقت تي ۽ هوا جي رخ تي
ٿيڻ ڏيو ...وهڻ ڏيو... وهندا رهو
ٿي رهيو آ جيئن ٿيڻ ڏيو
بدلي نہ سگهندا ڪجهہ بہ

مونکي افسوس آهي
آشاوادي هوندي بہ مان مايوس آهيان
هڪ اکر مخالفت جو، ڀڙڪ ذري بہ نہ؟؟
ڳاڙهاڻ ٿوري تہ هجي سچ نکرڻ جي
ڪجهہ تہ هجي
اوف ڪجهہ تہ هجي

ڪاڏيءَ تي آڱر رکي چپچاپ ويٺل ماڻهوءَ کان
مان پڇڻ چاهيان ٿو
ڇا منهنجو آواز
توهان تائين پهچي رهيو آهي؟

# وجوُدُ

اوندهہ ايتري آهي جو نظر نٿو اچي ڪجهہ بہ
رڳو ٻڌڻ اچي ٿو آواز ڪنهن جي ساهہ کڻڻ جو
هٿ وڌائي مان کولڻ چاهيان ٿو در ۽ دريون
تہ اچي روشني ۽ تازي هوا
پر لڳي ٿو بند آهن ٻاهران اُهي
اُنهيءَ احساس کان پوءِ وڌي وڃي ٿي اونده
۽ ڏپ پڻ

’اونده اها ڪڏهن متجندي؟‘
مان پڇڻ ٿو چاهيان رڙ ڪري
پر چپ آهيان جو ڪير ڪونهي جو جواب ڏيئي سگهي
چپ اُنهيءَ ڪري بہ آهيان
جو پڙاڏو وڌيڪ ڏپ بہ تہ پيدا ڪندو اڪيلائيءَ ۾

ڪاريءَ ٻاٽ ۾
اڪيلو آهيان
بنهہ اڪيلو
پر......
وجود قائم آ منهنجو.

# ڏنگ

پنھنجا
پراوا ٿي وڃن
تنھن کان اڳ
اڇو تہ پراون کي پنھنجو ڪري وٺون

اھا ڪا نصيحت نہ آھي
محض آھي ھڪ اسٽريٽيجي.

# امانت

هو ويو
وري نه آيو
جڻ ته هت رهيو ئي نه هو ڪڏهن

هو ويو
کڻي ويو خُواب
ڏناسين گڏ جيڪي

مونکي ڏپ آ
وڃائي نه ويٺو هجي هو
منهنجي اکين جا به خُواب.

# رستا ۽ منزل

اسانجا
رستا الڳ هئا
منزل ٿاءِ ڇيو ويو
تہ هڪ آهي
ڏسون
ڀرين ڪير ٿو پهچي.

# پاراتو

وقت
سٺو نه آهي
هن چيو

سواليا نظرن سان مون کيس ڏٺو
هو هڪ پورو ڪامياب شخص هو

هو سمجهي ويو هو
منهنجو اشارو
يقينن
تڏهن ته ورائي
چيائين
ها، پر اهو
تنهنجي لاءِ ئي
چئي رهيو آهيان.

## سميڪرڻ

سِوا نہ هئا اُهي سوال
تهائين ڏکيا هئا جواب
پر پوءِ دقت نہ رهي
ٻنهي پوءِ پاڻ ۾
ڪري ورتو
سمجهوتو.

# سنتوش

مونکي سنتوش نہ ڪپي
مون ڏنو آ تہ جن بہ حاصل ڪيو سنتوش
ڪلھ وسري ويو

مان تھڪ ڏيئي ڪلھ تو چاهيان
پنھنجي اسنتوش سان گڏ.

# واپسي

هڪ رستو هو
لنائڙي اڳتي وڌياسين
پوءِ اهو رستو وساري وياسين

اڄ ياد ته اچي اهو رستو
باقي رستا بند ته ٿي چڪا آهن.

# صدمو

ڏک جي اُنهيءَ ڪمزور ويل ۾
جڏ احساس ئي ختم ٿي ويو
هن جو
مان چاهيان پيو هو روئي زارون زار
مان چاهيان ٿو هو زنده رهي.

# تفريق

باهه ٻري پيئي
ڇوڏاري ڇٽگون اُڏامي رهيون آهن
پر وري ڪن پل ۾ غائب ٿيو وڃن

ضرورت آ باهه کي
هوا جي تيز جهوُتي جي
پنهنجي ٻچڻ لاءِ.

# ٻَوِلها

نرڙ تي وڄهي ڳُنجهه سوچيون ٿا اسين
زندگيءَ جي باري ۾ گهڻ
زندگيءَ جي هُن پار جي باري ۾ وڌيڪ

ڏکيا سوال اسانکي هر وقت ڪن ٿا پريشان
اسان تلاش ٿا ڪريون اهڙا رستا
جنهن تي هجن گُل
ڀين لاءِ پوکيندي ڪندا
اسان اهو به وساري ٿا وڃون
ته موٽڻو پوندو اسانکي ساڳئي رستي تان

اهو سڀ ڪريُون ٿا زندگي جيئڻ لاءِ
پر وساري ٿا وڃون اهو سڀ ڪندي
زندگي جيئڻ.

# اونده جو آواز

چوڌاري ڦهليل آهي انڌيرو
ڪجهه به نه ٿو اچي نظر
رڙيون واڪا، رودن گوڙ
پر ڪير به نه ڪونهي
پوءِ ڪنهنجو آ اهو آواز

ڇا انڌيري کي آواز هوندو آ؟

# حادثو

هڪ هڪ ڪري سيئي سُمهي پيا
جنهن کي جتي جڳهه ملي
اڌ جاڳيل ۽ پوءِ سمهي پيا
۽ ريل ڊوڙندي پيئي وڃي تيز

اوچتو ريل رُڪجي ويئي
زور سان جهٽڪو کائي
سڀ سُتل مسافر جاڳيا
ننڊ مان ڇرڪ پري
ها، ٿيو هو ڪو حادثو.

ننڊ مان جاڳائڻ لاءِ
ضروري هو حادثو.

# وڏو يا ننيو

جڏهن هو ننڍو هو
ڳالهائيندو ڪونه هو ڪوڙ
کيائين نه ڪڏهن ڪا چوري
ڏسي ڪشٽ پراون جا ٿي ويندو هو ڏُکي
ديا ۽ ڪروڻا سان هو ڄڻ ٿمتار
جڏهن هو ننڍو هو

وڏي ورهائي ڪاٺيندو هو
سيٺي لڳندا هئس پنهنجا
ڪنهن کي به نه سمجهندو هو ڌاريو
جڏهن هو ننڍو هو

هاڻي هو وڏو ٿي ويو آهي.

# سهارو

جيترو سهاجهيڙ
اوترو تہ
پار نہ ٿئس
حاڻي وڏو ٿي ويو هئس
ايترو
جو سڪي ويو هوس
ڏڄڻ
نہ رهي هئي اُها همت
جو پار ڪري سگهان
اوُنداهو رستو
جيئن پار ڪندو هوس اڳ
بنا ڏپ جي
جهلي تنهنجي آڱر.

# ھُنجي پيڙا

جيڪو ڪجهہ
سَھٽو پيو توکي
ڏسڻ اچي ويندو ھو
چِٽو ۽ صاف صاف
پڌري ٿي پوندي ھئي
تنھنجي پيڙا
پر تون اينري پوري
چاٽي نہ سگھين ۽ ڪجهہ بہ

جڏھن تون چوندين ھُئين ۽
تہ بلڪل نيڪ آھيان
ڪجو نہ ڪو خيال
پڪ ٿيو ھوندو توسان
اھڙو ڪجهہ
جو ٿي پوي
اونو، چنتا ۽ خيال.

# ڇوڪري ڇو نہ ڏسي سپنا

ڇوڪري!
بيشڪ تون ڏس سپنا !
پنھنجي زندگي پاڻ جيئڻ جو حق آ توکي !
توکي لڳي ٿو تہ تنھنجو پنھنجو جدا وجُود آ
تہ لڳي ٿي ٿو صحيح
تون ڪا گڏي ڪانہ آھين جو نچندينءَ جيئن نچائبو
تون سيني کان اَول تہ انسان آھين

نينگري!
اھو سچ آ تہ زمانو بدلجي ويو آھي
فرق نہ رھيو آ آدم ۽ عورت ۾ اڄ
گھر سنڀالڻ کان گھر ھلائڻ تائين
ھرڪو ڪم ڪري سگھين ٿي تون
ڪن پيئون اڪيچار ناريون

ڪنيا!
پر ھڪ ڳالھ ھنئيہ سان ھنڊائج سدائين
تہ دنيا ايتري سولي نہ آھي
نہ وري آ آسان ھن دنيا ۾ پنھنجي جاءِ پاڻ ناھڻ ھڪ عورت لاءِ
جو ھيءَ دنيا مردن جي آھي

ٻاڙي!
توکي پنهنجا سپنا پورا ڪرڻا آهن
نه توکي حاصل ڪرڻي پوندي ذهني طاقت پڻ
اهو ڪيئن ڪنديءَ
اهو توکي ئي طئه ڪرڻو آهي
توکي رستو پنهنجو پاڻ اڏڻو آ

ٻچڙي !
سپنا ننڊ ۾ ايندا آهن
۽ ننڊ لاءِ پورڻيون پونديون آهن اکيون
پر جي توکي ڪرڻا آهن پنهنجا سپنا ساپيا
ته توکي کولي رکڻيون آهن پنهنجيون اکيون

بيشڪ تون ڏس سپنا.

# ٻوڙهن جي قيمت

روئي ڪري نہ ٻار ٻوڙها
تہ ماڻهو ڏسن توکي
تنهنجن ٻوڙهن کي
قياس ڪن توتي!

پنهنجا ٻوڙها نہ ڏيکار ڪنهنکي
لڪائي ڇڏ
ڳٽي وچ
پنهنجي اندر سانڍي رک

ائين ڪري ڏس
بدلجي ويندين

اهي لڪايل ٻوڙها
تنهنجي طاقت بڻجي
پڪ تنهنجي سوڀ بڻبا
وشواس رک تون.

# ڀڳت ڪنور کي ٻُڌندي

سڀ ڪجهه وسري ويو مونکان
مان ڪٿي پهچي ويو آهيان
پکو ناستڪ،
مان هت ڪيئن هلي آيس
مون تہ نہ ڪئي ڪڏهن بہ پوڄا بندگي
پوءِ ڇو ڪنهنجي ڏيان ۾ رُڌل ٿو رهان!

# احساس

ڳُل ڏانھن مون ھٿ وڌايو
ڪنڊو لڳم
مون ڳُل کي رُئندو ڏٺو
پوءِ ڪنڊي لڳڻ جي
پيڙا نہ رھي.

## چنڊ کان دوُر

ڪيترن ڏينهن کان پوءِ اڄ چنڊ ڏٺم
ڏاڍو سنهو لڳو چنڊ کي ڏسڻ
ڪيئن ويس وسري ايترا ڏينهن چنڊ کي ڏسڻ
رُڌل هُئس ڪٿي، ڪيئن، ڪيترو ۽ ڇو
جو ڀلجي ويس چنڊ کي ڏسڻ
ڪيترو نه دور زندگيءَ کان ويو هلي آهيان
جو توکي ڏسندي به چنڊ کي نه ڏٺم
ڄڻ گويا پنهنجو پاڻ کان اجنبي
توکي نه ڏٺم، چنڊ کي ڇو نه ڏٺم.

# ڪاجوُر اهڙ جوُن موُرتوُن

مورتون چپ نہ آهن
بيشڪ چوريا نہ اٿن چپ

ڪونہ لڪائن ٿيون جسم
پر اُگهاڙيون بہ نہ آهن

ڏسن پيا سڀ گڏجي
ڪلا چيز اهڙي آ

ياڪرن ۾ پري پيون ڪن پريم
پوڇا ڪهڙي بي وڏي
جاڳي بيو ڪير

ڏسي پريم نئين جوڙي جو
رنگ رتي ٿي ويئي موُرت.

# ٻولي

ٻولي ٻڌائي ٿي تهذيب جي ڪهاڻي
ٻولي ڏئي ٿي تعليم کي واٽي

ٻوليءَ جي سرهاڻ هر ڪنهن کي ڀائي
هن ٻوليءَ ۾ شاهه شيام اياز ٿو ڳائي

ٻوليءَ جو ڪو ڌرم مذهب نه آهي
ٻولي ٿئي اُن جي، جو هنئين سان هنڍائي

ٻوليءَ جو وير نه دشمني ڪنهن سان
ٻولي ٻڌي انسان کي سڪ سچيءَ سان..

## ٻار ۽ چنڊ

ٻار کي چنڊ ڏاڍو وڻندو آهي
هو اکيون کولي نهاريندو رهي ٿو چنڊ کي
چنڊ بہ شايد نهاري رهيو آهي ٻار کي
ٻار چاهي ٿو تہ چنڊ سندس ويجهو هجي
چنڊ دوُر کان ئي پنهنجن ڪرڻن سان ٻار کي چُمي ٿو
ٻار کي گهري ننڊ ٿي اچي وڃي
ٻار ننڊ ۾ ڏسي رهيو آ چنڊ
۽ چنڊ مُرڪي رهيو آهي.

# حاصلات

هڪ آواز آيو
ڪنهن کي سمڪ هئي وري نہ اچڻ جي

هڪ ڳُل ڇڻيو
ڳُجهہ ٿي رهيو ڪيتري عمر ٽڙڻ جي

هڪ ڳوڙهو ٽميو هو
اکين ۾ بچيو ڇا، بس انتظار

هڪ ڪَڙي روڪيو هو
ڪولي ها وڌي تہ مليس ها هڪ نئون سنسار

هڪ سپنو ڏٺو هو
سچُ ٿئي ها تہ ٿاب ٿي وڃي ها هي حياتي.

# پوجھ

هُن ٻار وٽ به هڪ سپنو هو
ٻُڌندو جيڪر ڪو هن سپني جي باري ۾
ته لڳندو ته هيءُ سپنو ڪنهن ٻار جو نٿو ٿي سگهي
هُن ۾ آئيسڪريم جا پهاڙ، چاڪليٽ جا وڻ
آسمان کي ڇُهندڙ جهولو دنيا جي سئر ڪرائيندڙ ريل
ڪونه هئا

هن جي سپني ۾ ته ماءُ سگڙيءَ پرسان ويٺي
ڪوسيون ڪوسيون روٽيون ٺاهي رهي آهي
جن کي چوڌاري ويٺل سڀ ڀائر ۽ ڀينرون
پيٽ ڀري کائي رهيا آهن
ها، هُن سپني ۾ هو ٻيو سپنو
پيٽ ڀري روٽي کائڻ جو سپنو

اهو سچ هو
هڪ شرمناڪ سچ
۽ سچ اهو به هو ته
اُهو ٻار جڏهن ڪجهه ڪمائي ايندو هو گهر
ته سڀئي هن کي چوڌاري گهيري ويندا هئا
۽ هو تبديل ٿي ويندو هو هڪ وڏي عمر واري ماڻهوءَ ۾
۽ ڏسندو رهندو هو سڀني جي بک مٽجندي
هن کي لڳندو هو هن جو سپنو سچ ٿي رهيو آهي

هُن لاءِ پوءِ اُهو سپنو
سپنو ئي نه رهيو.

# بيوسي

مونکي هر پل گهيري ٿي اُداسي
لڳندو اٿم تہ ڪو پريان پريان پر اندران
اڪيلو روئي رهيو آهي چپ چاپ
ڪينرا ئي پرڪاش ورش پريان جهلڪا ڏين ٿا تارا
مونکي پنهنجي بيوسيءَ تي ڪروڌ ايندو آ.

# چاڻ

سُپنا تڏهن به ڏسندو هئو
سُهڻي ۽ بهتر دنيا جا
پر اهو نه ڄاڻندو هو ته دنيا ڇو ڪانه آهي
سُهڻي ۽ بهتر.

هاڻ هو سمجهي رهيو آهي ڪافي ڪجهه
اهو ته هوُ نٿا چاهين ته دنيا بڻجي
سُهڻي ۽ بهتر.
۽
اهو پڻ ته
هوُ ڇو نٿا چاهين ته دنيا بڻجي
سهڻي ۽ بهتر.

# پُتلو

راوڻ جو پتلو جلڻ ڪانپوءِ ڪري پيو
پر بُرايون جلڻ ڪانپوءِ به نه ڪِريون
برايون پنهنجي ٻاجهي ڦهلجڻ شروع ڪيو
۽ وڌنديون ويون

راوڻ جو پتلو نئون تيار ٿيو
بُرايون لاءِ ڪا به تياري ڪرڻي نه پيئي
برايون ڪي رڳو ڏهه متا نه هئا.

# واقفيت

هڪ ته سيئي رسنا بند هئا
ٻيو مان به ته ڪونه هئس واقف شهر کان
جو هليو اچان ها ڳهتين م
اورانگهي ڪريل پنين ۽ ڇتين کي
مان اجنبي ڇا ڪري سگهان پيو
سواءِ ان جي ته
ڳولهيندو رهان اهڙا هنڌ
جتي ڳنڍجن مونکي مؤن جهڙا ئي ماڻهو
ڳولهيندي هڪ ٻئي کي
اَڏيندي پنهنجي هڪ دنيا
کوليندي شهر جا بند دروازا.

# ٻي اَنت

منھنجو سچ ئي آخري سچ آھي
جنھن ۾ ڇيو
حڙ تڪل ھوندو
اڳيان وڌڻ کان ھلڪان
اُتي ئي رُڪجي پوڻ جي مجبوريءَ ۾
پنھنجي ياترا اڌوري ڇڏي ڏيندڙ
کو لاچار.

# زندگي

موُت کان نہ ڊڄندو آهيان
پر ٿي ويندو آهيان ڇو اُداس
ٻُڌي ڪنهن جي مرڻ جو
ڇو ٿيندو آهيان خوش
جڏهن ڪو ٻار ڄمندو آ جنم

لڳندو آ تہ موُت هارائجي وڃي ٿو
زندگيءَ کان
هر ڀار.

# جاڳ

اسان وٽ سڀ ڪجهه آهي
پر خوشي ڪانهي اُها سچي
جيڪا توهان وٽ آهي
توهان خوش نصيب آهيو
اهو پرم پئدا ڪرڻ
نه رهيو هاڻ آسان

سمجهي ويا آهن
تڏهن نه چون ٿا ورائي
نه نه هاڻ نٿا ڏنا وڃن توهانجا اهڙا ڏک
اسان نه ماڻيا آهن صدين کان سک
هاڻي توهان به نه ماڻيو.

# چمتڪار

پنھنجي پنھنجي ذپ جي ھلندي
ڪنھي جي ھٿن ۾ ھٿيار
ڪنھي جون دليون پريل ھيون نفرت جي باھ سان

ڪنھي جا گھر ٻار ھئا دوست يار ھئا
ڪنھي جي من ۾ اُنھن لاءِ پيار ھو.

مون سوچيو جيڪر مون وٽ ڪو ڪرشمو ھجي ھا
تہ بدلي ڇڏيان ھا سندن گھر ٻار دوست يار
ڇا تڏھن بہ رھجي وڃي ھا ھنن جي دلين ۾ نفرت
ڇا ھو رڱين ھا پنھنجا ھٿ ھُنن جي رت سان

اھو ويچار سندن دلين ۾ اچي ھا تہ
اُنھيءَ جو قل ڪنھن روحاني ڪرامت کان گھٽ
نہ ٿئي ھا.

# نئون سج

هڪ ڏينهن وري نه نڪتو سج
اونده ڇانئجي وئي چوٽرف
مون ڏيئو ٻاريو
پر هوائون اهڙيون تيز
جو وسامڻ لڳو ڏيئو

مان هوائن کي ڪيئن چوان ته نه هلو
رُڪجي وڃو ٻارٽو آ مونکي ڏيئو
هوا سمجهي وئي منهنجي پريشاني
مون ٻڌايو - سج بيمار آ، اڄ نه نڪرندو
پر مون مان نه رک اها اميد ته نه هلان - رُڪجي وڃان
نه ٻري پوي ڏيئو
تون ڏيئي کي ئي چئيس ته پئدا ڪري پاڻ ۾
اُها سگهه جو وسائي نه سگهيس ڪو
اڄ نه مان آهيان
سياٽي آنڌي ايندي
ايندو طوفان نه ڪيئن سنڀالي سگهندو پاڻ کي
اينرو سولو نه نه آ روشنيءَ کي بچائڻ
جوابداري ڪئين اٿئين نه پوري به نه ڪري!

مون ڏنو ڏيئي جي لاٽ وسامندي وسامندي
جڙ پاڻ بچائي وئي

ڏيئي رهيو هو ڏيئو هاڻ روشني
جنم ٿي چڪو هو هڪ نئين سج جو.

# وطن، زمين ۽ آکيرو

آزاد آهي منهنجو وطن
اهو چوندي مون ڏنو تہ
پرچم آسمان کي ڇُهي رهيو آ
ها، آسمان وانگر اَننت

آزادي جنهنکي حاصل ڪرڻ لاءِ
اسان اينري ۽ اهڙي قرباني ڏني
جو ڳجوري آيا سين
پنهنجي پوُن ۽
پوُن ۽
جنهنجي مٽيءَ ۾ آ
رتُ ۽ پگهر
اسانجي اَباڻن جو
پوُن ۽
جنهن لاءِ لڙيون ويندون آهن لڙايون
پوُن ۽
جنهن لاءِ پاءُ تي ويندو آهي پاءُ جو ويري
پوُن ۽
جنهن جو نہ حجڻ
پتڪائيندو آ قوُمن کي

ها، ڇڏي آياسين
پنهنجي ڀُونءِ کي
جو اُها ڀُونءِ
جنهن تي ڄميا، وڏيا - ويجهيا اسانجا وڏا
جو اُها نه رهي هاڻ حصو اسانجي ملڪ جو
۽ ملڪ هوندو آ سڀ کان اول
ساهه کان به اهم

ته ملڪ نه ڇڏيوسين
ڀُونءِ ڇڏيسين
بيشڪ جان کان به هئي وڌيڪ پياري
ڀُونءِ کان وڇڙي
تيءِياسين بي گهر پکي
پنهنجي لاءِ نئين آکيري جي تلاش ۾

اهو به ٺيڪ آهي ته آکيرو نهندو آ ڊهندو آ
۽ ور ور ڪري وري ٺهندو آ.

# ورهاڱو

ڪنهنجي دماغ ۾ پهريون ڀيرو آيو هو
هيءُ خيال ته به حصا ڪجن هڪ ملڪ جا
مان سوچيان ٿو ته جڏهن اهو خيال سندس دماغ ۾
اُڀريو هوندو ته پڪ ئي پڪ سندس دل سمهيل هوندي تنهن وقت
يا بهتر ٿيندو اهو چوڻ ته دل هئس ئي ڪين
اهڙا فيصلا دل نه ڪندي آهي
۽ سچ چوڻ جي اجازت ڏيو ته چوان
ته اهڙا فيصلا صحيح دماغ به نه ڪندا آهن

دنيا جي ڪهڙي به سياست هجي
بلاشڪ ڪجهه مسئلا ۽ داوَ پيچ ڪهڙا به ڏکيا
مٿي نٿا ٿي سگهن اسانجي وجود کان
هنن جي رشتن کان، هنن جي پاڙن کان

انسان جي ماءُ ۽ سڱُن کان مٿي به ڪجهه ٿيندو آ
نه آهي مونکي اُنهيءَ جي ڄاڻ
نه وري چاهيندس ته اهڙي ڪنهن ڄاڻ کان ٿيان واقف

انسان ڪي پنهنجي پيُرءَ کان هڪلڻ
هن ڪي ڪري ڌار پنهنجن کان پري
هن جون سموريون يادگيريون هن کان جدا ڪرڻ ٿيندو
جڻ ته نديءَ کان ڇِني وٺجي جلُ
بنا جل جي نديءَ جو آهي ڪو وجود؟

توهان آرسيءَ ۾ ڏسي ونو پنهنجو پاڻ کي
توهانکي هڪ ڪومايل چهرو نظر ايندو
مُرڪڻ جي ڪوشش ڪندي به
لڪائي نہ سگهندو پنهنجي اُداسي
اهڙي لڳي اُداسيءَ جو سبب آخر ڪهڙو آ
سڀ ڪجهہ هوندي به ظاهر آ چهري تي
هن اُداسيءَ کان بچڻ مشڪل آ
هن اُداسيءَ کي پڄائڻ مشڪل آ
ورجهہ تي ويا پر لڳي ٿو ڄڻ
اِها ڪا ڪالهوڪي ڳالهہ هجي

نٿو لڳي تہ ڪڏهن ايندي موٽي وري اُها مُرڪ
جنهن ڪئي اِها سياسي ڪيڏ
ڇا ٿي سگهي ٿو اُهو اِنسان؟

# پاڪ دل

نوُر جي دل
ڌڪ ڌڪ ڌڙڪندڙ دل
نور پنھنجي دل سان ڳڌ سرحد جي ھُن پار وڏي تي رھي آھي
اسانجي دعائن جي باري ۾ شايد اڻڄاڻ آھي ھوءَ
اھي دعائون سندس چاڪ ۽ خوش رھڻ جون آھن
اھي دعائون سندس دل جي نيڪ تي وڃڻ جون آھن
اسانکي پڻ ضرورت آھن جي دعائن جي
سرحد جي ھِن ۽ ھُن پار جون دليون ڪُشاديون ٿين
اھا دعا ھُن ڌڙڪندڙ دل مان نڪرندي تہ اثر ضرور ڪندي
چوندا آھن تہ جِن جي دل پوتر ھوندي آھي
اُن جي دعائون ٿينديون آھن پُر اثر

نور جي صحتمند، بھتر دل
اسانجي دنيا کي بہ ضرور بڻائيندي بھتر
آمين !

(پاڪستان جي نوُر، جنھن ڀارت ۾ دل جو علاج ڪرايو.)

# راجا جو آئيندو

راجا غصي ۾ آ
هُن چاهيو تہ نہ وسي اڄ مينهن
پر وسيو مينهن سڄو ڏينهن

راجا غصي ۾ آ
هُن جي مرضي هئي تہ رهي اوندهہ
پر سج اُڀريو تڏهن بہ
هُن جي اِڇا هئي تہ هجي مساڻ جهڙي خاموشي
پر جهرڪي ڳائيندي رهي صبح، شام ۽ رات

راجا کي گهرجي پرجا جي سلامي
سيني ڪنڌ جهُڪايا
پار ڪندا رهيا راند

راجا غصي ۾ جنتو ٿي ويو آ
ڪير نٿو مڃي سندس حڪم غلامن کي ڇڏي
راجا کي پڪجي ويئي آهي سمڪ
پنهنجي طاقت ۽ آئيندي جي پڄ.

# وڻُ ۽ ڪاٺير

وڻ وڍجي رهيو هو
مون وٽ لفظ ڪونہ هئا
ڪاٺير جي خلاف

وڍي رهيو هو ڪاٺير تہ ٺيڪيدار لاءِ
مون ڏيان سان هن کي ڏٺو
لڳو تہ هو پاڻ بہ وڍجي رهيو هو
وڻ جي وڍجي
ڪري پوڻ کان پوءِ بہ
جاري هو هنجو وَڍجڻ.

# بگھڙ اچن ٿا

بگھڙن جي اچڻ جي ڳالھہ تي
ماڻھو ڪونہ ٿا ڪن اعتبار
ڪين لڳي ٿو
اڄايو ڊيڄاريو پيو وڃي
’بگھڙ آيو‘ جي دانھن ڪندڙ
ڪوڙي ريڊار جي کاٽي
بگھڙن جي فائدي ۾
پاتو آھي پرچار
بگھڙ ڏاڍو خوش آھن
جيڏانھن دل ٿئين
وڃن ٿا بي ڪٽڪي اوڏانھن
۽ ڳولھي ڳٺي اچن ٿا
پنھنجو شڪار
چيچڙائي چيچڙائي ان جي جسم کي
کائين ٿا پري ڊيڄ

ھا، بگھڙ ڏاڍا خوش آھن
وشواس اٿن تہ
جيسين کاٽيءَ جو سچ
ڄاڻي وٺندا ماڻھو
تيسين ڪري چُڪا ھوندا
ھو پنھنجو ڪم.

# وسرڻ

اشتهار ڇپيو آهي اخبار ۾
ويسر جي بيماريءَ جو شرطيہ علاج ٿيندو
ڇهن مهنن ۾ ياداشت ٿي ويندي چٽي
دوا جو پورو ڪورس ڪرڻ کان پوءِ
ڪابہ ڳالھہ ڪانہ وسرندي

مان سوچيان ٿو
ڪيترا نہ گهاوَ ڏنا آهن وقت
جي اهي سڀ ڏيري ڏيري نہ وسرن ها تہ
ڪيترو نہ ڪٺن ٿي وڃي ها زندگيءَ جو رستو
ننڍيون ننڍيون ڳالهيون تہ ڪٽي ڇڏيون
حالانڪ اُهي بہ تڪليف تہ ڏينديون ئي آهن
اُنهن ڪنڊن وانگر جي نڪرندا ئي نہ آهن
اٽڪيا پيا هوندا آهن
پر وري بہ ٿيندا تہ ننڍا ئي آهن
برداشت ڪري سگهجڻ لائق
جي اُهي ڏک نہ وسرجن
جن جي لڳڻ سان محسوس ٿيو هو
ڄڻ ڇاتي ڦاٽي پيئي
ڄڻ جسم مان خُون سڪي ويو سمورو
ڄڻ جيئڻ جو مطلب ئي نہ رهيو ڪوئي

وقت گذرڻ کان پوءِ
وساري ڇڏيون ٿا ڏيري ڏيري
۽ کِلون کائون ۽ جيئون پيا.

نہ هجي ها جي
هيُ ويسر جو وردان
تہ جيئڻ ٿي وڃي ها ناممڪن!

# عورت

هن چيو، مان ڌيءُ آهيان
۽ آٽي ڏنائين پيءُ کي آخرين تاريخن ۾ پنڌارو
هن چيو، مان ڀيڻ آهيان
۽ ڀاءُ جي ٿالهيءَ ۾ رکي مکڻ، کائڻ لڳي اٽيو ڦلڪو
هن چيو، مان پتني آهيان
۽ ڪرڻ لڳي سينگار، ڪندي پتيءَ جو انتظار
هن چيو، مان ماءُ آهيان
۽ پٽ لاءِ ڦٽائڻ لڳي ننڊون
هن چيو، مان گهرڌياڻي آهيان
۽ لڳي ويئي گهر جي ڪمن ۾.

# ڪم واريءَ جو سُک

آج وري ڪم واري آئي آ دير سان
ھُن وٽ آھن سبب سچا دير ٿيڻ جا
پر ھُنن لاءِ نہ نوان بھانا آھن
جن وٽ ڪم ڪندي آ

بار بيمار آھي
گھوٽ پي ڪري دارون وري ڪيو جھيڙو
ڳوٺ مان آيو نٽان جو ڏير نوڪريءَ جي تلاش ۾
يا وري راشن جي دڪان تي لڳل آ وڏي لائين

روز روز اھي بھانا نہ ھلندءِ
مائيس ٿو چئناءُ

پر ھوءَ ڇا ڪري
بار رھيس ٿو گھڻو ڪري بيمار
مُڙسس پئندو ئي آ ھميشه دارون
ڳوٺ مان اچي ويندو آ ڪوئي نہ ڪوئي
راشن تي نہ ھوندي ئي آھي سدائين رش

ڪم واري ڪيئن سمجھائي
اھي درد نہ رھندا ئي ھن سان گڏ
نہ ھجنس جيڪر اھي پوءِ نہ
ھوءَ گھٽي سگھي آ .

# ٻار ۽ وڏا

ٻار ڳالهائيندو اُهو ئي جيڪو ڳالهائن ٿا وڏا
ٻار ڪري ٿو اُهو ئي جيڪو ڪن ٿا وڏا
ٻار وڏن جي پنيان هلن ٿا

وڏا ٻارن کي ڏڙڪو ٿا ڏين سندن ڪمن لاءِ
جي نہ ڪرڻ گهرجن سندن خيال ۾
اهڙيءَ طرح ٻارن کي نہ پر پاڻ کي ٿا چڙ ڏڙڪو ڏين.

# تنهن هوندي بہ

گانڌيءَ جي موت تي
برنارڊشا چيو هو تہ
اهو ثابت ٿو ٿئي تہ
تمام سٺو ٿيڻ ڪيترو نہ خطرناڪ آهي

تنهن هوندي بہ
تمام نيڪ انسان آهن هن پِرٿويءَ تي
هر قسم جي جوکم کڻندي
موت جي ڊپ کي
شڪست ڏيندي.

# هوُ نوُجوان

هر نوجوان ڏسندو آ سپنا
سپنن جي ٽيندي آهي پنهنجي دنيا
دنيا سپنن جي ٽيندي آ سهڻي ۽ رنگين
وڌي ۽ بهتر

هو هڪ نوجوان هو
سندس نالو ڀڳت سنگهه هو يا هيمون ڪالاڻي
ڪهڙو فرق پئي ٿو

هن به ڏٺو هو هڪ سپنو
اُن سپني ۾ هئي هڪ دنيا
اُن دنيا ۾ هو هندستان
آزاد ۽ مضبوط هندستان

هن رڳو سپنو نه ڏٺو
ڪوشش پڻ ڪئي، انهيءَ کي ساڀيا ڪرڻ جي
پراڻ ڪيائين قربان اِن ڪوشش ۾

ڇن جو اهو سپنو ٿيو پورو؟
نوجوان ٻڌائيندا
ڇا هو نه ڏسندا آهن اهڙا سپنا؟

## ٻہ ٻار

هڪ ٻار خوش ٿيو
وٺي ڪري
ڦوڪڻو
ٻيو ٻار خوش ٿيو
وڪڻي ڪري
ڦوڪڻو.

## ايجاد

ٻڪوان جي گهرج تي اُنهن کي
جن کي نہ هو وشواس پنهنجي مٿان
ٻار تہ اَبوجهہ هوندا آهن جيستائين
نہ ڪندا آهن ڀاڻ پوڄا
۽ هوندا آهن سيني ڪان خوش
سيني ڪان سکي
سيني ڪان سٺا.

# پيڻ جي ياد

هن جي بستي ۾ هڪ دنيا آهي
ڪتاب، ڪاپيون، ربڙ، پينسل تہ هڪ ننڍڙو حصو آهن
هن جي بستي ۾ لڪل خزاني جو
هن جي بستي ۾ بلور آهن، چاڪ آهن
رنگ برنگي پنڪ آهن جهرڪين جا
ٽافيءَ جون پنيون آهن، ماچيس جا خالي کوکا آهن
سنيما گهر جون ڦاٽل ٽڪيٽون بہ آهن
ڪوڪا، سوڊا، ليمن جا خالي ڍڪ آهن
آمر خان ۽ رتڪ روشن جا فوٽو بہ آهن سندس بستي ۾

ڪتاب ۾ رکيل وديا آهي
لال سائينءَ جي تصوير آهي
شهر ۾ وسي ويل دوست جي چٺي آهي
مور جا کنڀ آهن
ماءُ جي ڀڳل چوڙين جا ٽڪر آهن
گذريل سال آيل رکڙي آهي سندس بستي ۾
ڏسندي جنهن کي ياد ايندي اٿس
شاديءَ کانپوءِ واپس نہ آيل ڀيڻ جي
۽ پوءِ ڪجهہ بہ نٿو وڻيس جيڪو سمورو
رکيل سندس بستي ۾ آهي.

# زمين جو اڳهه

هُن لاءِ اُها زمين
فقط هڪ ماپ هئي
ماپ جيڏي وڏي هوندي
اڳهه اوترو وڌيڪ هوندو
هُن لاءِ اِنهيءَ ڳالهه جو
ڪو مطلب ئي ڪونه هو
اُنهيءَ زمين سان ڪنهنجو ڪهڙو رشتو هو
پتا هن زمين سان ڪندو هو
ساهه کان به وڌيڪ پيار
اڪثر ويهي رهندو هو
ڏاڏي جي پوکيل وڻ هيٺان
۽ گهمائيندو هو هٿ
زمين تي ڏيري ڏيري
ڀري وٺندو هو واري هٿن ۾
۽ ٻُوٽي ڇڏيندو هو اکيون
ائين لڳندو هو ڄڻ
ڏسي رهيو آهي ڪو سپنو
پهچي ويو آهي پنهنجي ڳوٺ 'پرين' ۾
ڪنهنجي به همت نه ٿيندي هئي
ته کيس هُن دنيا مان
ڪڍي اچي هِن دنيا ۾

اھڙيون پوتر گھڙيون جڏھن بہ ايندیون ھيون
تہ ماءُ چوندي ھئي
ھو آھن پوڄا ڏيان ۾
ھو سمجھي نہ سگھيو
تڏھن اُنھيءَ ڳالھہ جو مطلب
اڄ سمجھي سگھي ٿو
جڏھن وڪامجي رھي آھي
اُھا جاءِ
جنھن جي اڱڻ ۾ گذريو ھو
ھنجو ننڍپڻ.

## پنا جون يادگيريون

مون کون نہ کيو کڏهن
اُنهيءَ زمين جو اسپرش
نہ ڏنم اُهي زرخيز ٻنيون
نہ ڏنم
اُن سيتل ۽ نرمل نديءَ ۾ ٽٻيون
نہ وينس درياهہ جي ڪپ تي ڪڏهن
کاڌي اُن زمين ۽ ٻنين جي
تو ٻڌائي،
سنگيت
نديءَ ۽ درياهہ جي وهڪري جو
تو سڻايو
۽ اهو ڪندي
تنهنجي ڪوشش رهي
تہ مان رهان بلڪل بيخبر
تہ تري آيا آهن ڳوڙها
تنهنجين اکين ۾
۽ پرجي آيو آهي تنهنجو گلو
ها پنا
مون اُن زمين، ٻنيءَ، نديءَ ۽ درياهہ جو
شدت سان ڪيو آ احساس
پنهنجي اندر ۾
۽ نہ لڳا آهن اهي منظر
تنهنجين سمرتين جا
ڪڏهن بہ مونکي
اڻ جاتل
اڻ سُڃاتل.

## سڃاڻپ جو سنڪٽ

ڏوهہ ڪنهنجو هو
اهو ڄاڻڻ ڪان وڌيڪ ضروري آهي
تہ نہ ڪيو وڃي وري نئون گناهہ
ﭘاڻ ڪي نہ سڃاڻڻ جو
آرسيءَ آڏو پُڇڻ تہ ڪير آهي
روئي رهيو آ چو بي زبان
سڏڪن ۾ پسي پئي معصوم ٻار جي پيڙا
پيڙ ۾ ماءُ کان وڇڙيل - ڀٽڪي پيو نااُميد
چپ چاپ اهڙيءَ طرح رُئڻ نيڪ نہ آ
دل کولي واڪا رڙيون ڪر
اندر جا اُڌما ڪڍ ٻاهر
ٻوجهہ هيانوَ جو ڪجهہ تہ هلڪو ٿئي

ڳولهين ڪنهنکي ٿو
ءَ ڇو
ڇو نٿو سڃاڻين پنهنجو پاڻ کي
او سنڌي!

## سنڌي

سڀ ڪجهه آهي
پر ڪجهه نہ آهي
اهو ڪجهه نہ
سڀ ڪجهه کان وڏيڪ آهي

مرڪ ۽ ڪلِ ۾
لڪل تنهنجي اُداسي
اهو سچ ٻڌائي ٿي.

# هر حال ۾

اِهو سچ آهي تہ ڏکيو ٿيندو ويندو وقت
اينرو جو جهرڪيءَ جو اُڏامڻ
گل جو خوشبوءِ ڦهلائڻ
نوريئڙي جو بهي ڪري ڪائڻ
ڳابي جو ماءُ لاءِ ٻاڏائڻ
مينهن ۾ ٻار جو پُسڻ
سج جو پهاڙن پنيان لِڪڻ
چنڊ جو تارن سان اک ٻُوٽ ڪرڻ
۽ اهڙا ئي من کي ڇُهندڙ درشيہ
ڏسندي بہ اَڻ ڏٺو ڪنداسين
اسانجو ڌيان ٻئي هنڌ هوندو
اهڙين ڳالهين ڏانهن
جن طرف رواجي طور ڌيان ويندو ئي ڪونهي
پنهنجن سنڌ ڏينهن ۾ جن کي فالتوُ سمجهندا هئاسين
ها، اينرو ڏکيووقت ايندو
پر وقت سدائين ساڳيو نہ رهندو
وقت اينرو سٺو بہ تہ ايندو
جو ياد ڪنداسين ته هن ڏکئي وقت کي تہ
اُداس ٿيڻ بدران ازخود کل اچي ويندي
۽ کلندي کلندي تہ ڪهڙي بہ وقت کي منهن ڏيئي سگهجي ٿو
ڪهڙو بہ هجي وقت کلڻو آهي
هر حال ۾ کلڻو ئي آهي.

# هم وطني

ٻڌ
منهنجو آواز ٻڌ
سرحد جي هُن پار کان
توسان مخاطب آهيان
توسان گڏ نہ گذاريو اٿم
هڪ بہ پل
تنهنجو چهرو بہ
نہ ڏٺو آهي ڪڏهن مون
پر
اهو پتو اٿم تہ جيڪر
اِها لڪير نہ ڇڪجي ها
تہ اڄ اسين گڏ هجون ها
هڪ جهڙي ڍنگ سان
نہ سوچيون ها بيشڪ
پر
سک دک گڏ جيئُون ها
پڪ.

تنھن ھوندي بہ ● هريش ڪرمچنداڻي

ٻُڌ
منھنجو آواز ٻُڌ
سرحد جي هِن پار کان
توسان مُخاطب آهيان
توسان گڏ نہ گذاريو اٿم
هڪ بہ پَلُ
تنھنجو چھرو بہ
نہ ڏٺو آهي ڪڏهن مون
پر
اِهو پتو اٿم تہ جيڪر،
اِها لڪير نہ ڇڪجي ها
اڄ اسين گڏ هجون ها
هڪ جھڙي ڍنگ سان
نہ سوچيون ها بيشڪ
پر
سُک - ڏُک
گڏ جِيئون ها
پڪ.

# Tanhan hunde bi......

Poems

**Harish Karamchandani**




SUHINI
PUBLICATION
JAIPUR

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪائُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وٽن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ به مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ به ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن ڪي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران کين بہ رُڪاوٽَ ڪي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، جاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٽي، هي بَمر- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَر جو ساٿي آ،
جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَر جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‎ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چوءِ چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)